پارائو ادب

سنڌ جا سپوت

# مولانا دين محمد وفائي

حبيب ابڙو



سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

ٻارائو ادب

سنڌ جا سپوت

# مولانا دين محمد وفائي

حبيب ابڙو



سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

ڇپائيندڙ: سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو
(حق ۽ واسطا محفوظ)
ڇاپو پهريون ۱۹۹۰
تعداد ۵۰۰۰
قيمت ۰۰–۵ رپيا

**Personalities of Sindh**

Published by : Department of Culture and Tourism
Government of Sind
Printed by : Azad Communications Karachi.

هي ڪتاب مهتاب اڪبر راشدي سيڪريٽري، سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي
پاران پڌرو ڪيو ۽ آفتاب ابڙي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ڪلچر (پبليڪيشنس)
جي نگرانيءَ هيٺ آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي ڇپيو.

ملڻ جو هنڌ
ڊائريڪٽوريٽ آف ڪلچر (پبليڪيشنس)
جناح ڪورٽس، ڊاڪٽر ضياالدين احمد روڊ ڪراچي.
فون - 513334

# پيش لفظ

هن وقت تائين ٻاراڻي ادب تي ايترو توجهہ نہ ڏنو ويو آهي، جيترو ڏيڻ کپندو هو. ٻاراڻو ادب قومي جاڳرتا ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو. اها هڪ ميچيل حقيقت آهي تہ ٻاراڻي عمر ۾ ڪنهن شيءِ کي قبول ڪرڻ جي صلاحيت، وڏي عمر وارن جي ڀيٽ ۾ گهڻي هوندي آهي. ان عمر ۾ ئي ٻارن جي پيڙهہ پختي ٿيندي آهي.

ٻاراڻي ادب جي کوٽ کي محسوس ڪندي، اسان ٻارن جي تعليمي ۽ ذهني اوسر لاءِ دلچسپ، اصلاحي، مفيد، معلوماتي، تاريخي ۽ ديني ڪتابن شايع ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي.

معلومات ۽ وندر وارن ڪتابن سان گڏ، اسان جي اها پڻ ڪوشش آهي تہ ٻارن کي پنهنجن عظيم سپوتن ۽ انهن جي ڪارنامن کان واقف ڪريون تہ جيئن هو اخلاق ۽ ڪردار جي پختگي طرف گامزن ٿي، مستقبل ۾ ڪاميابيون ماڻي سگهن.

ڪتاب، انسان جو بهترين دوست آهي، جيڪو انکي سنئين راهہ تي وٺي وڃي ٿو۽ منجهس اخلاق، سچائي، بهادري ۽ بُري ڀلي سمجهہ پيدا ڪري ٿو. ٻارن لاءِ ڪتابن جو اهو تحفو ڏيندي سنڌ ثقافت کاتو گهڻي خوشي محسوس ڪري ٿو. اميد اٿئون تہ اسان جي هيءَ نماڻي ڪوشش توهان وٽ قبول پوندي.

مهتاب اڪبر راشدي

# مولانا دين محمد وفائي

سنڌ جي سرزمين پنهنجي تاريخ جي مختلف دورن ۾ اهڙن محب وطن ۽ انسان دوست شخصيتن کي جنم ڏنو آهي، جن جي سچائي ۽ خلوص وارين ڪوششن سبب سنڌ جو نالو هميشه روشن رهندو. انهن شخصيتن نه فقط سنڌ جي مخصوص تهذيب ۽ تمدن کي قائم رکيو، بلڪه انساني تهذيب جي ارتقا جو خنده پيشاني سان آدرڀاءُ ڪيو ۽ سنڌ کي به دنيا جي انهن سڌريل تهذيبن جي پَدَ تي پهچايو.

تاريخي لحاظ کان سنڌ جو هر دور ڪنهن نه ڪنهن تهذيبي، مذهبي ۽ علمي اهميت جو حامل رهيو آهي، پر ويهين صديءَ وارو دور انهن ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. هن دور ۾ نه فقط سنڌ ۾، پر سموري دنيا ۾ وڏا وڏا انقلاب آيا، شهنشاهيتن جا ڪنگرا ڪري پٽ پيا، علم ۽ ادب جي نون نظرين ۽ اصولن کي قبول ڪيو ويو ۽ سائنس جي بيشمار ايجادن ۽ ڪوجنائن انسان جي روزانه زندگي ۾ وڻندڙ اثر ڇڏيا. جيئن ته سنڌ ۾ انگريزن جو اقتدار هو، هتي به انهن اصولن ۽ نظرين جو تيزي سان ڇوهول ٿيڻ لڳو. ويهين صدي جي شروع ۾ سنڌ کي هڪ ئي وقت مختلف ديني، سياسي ۽ سماجي تحريڪن مان گذرڻو پيو. انهن هم گير

تحريڪن سنڌ تي ڪيئي انمٽ نقش ڇڏيا، جن جا اثر اڄ بہ نمايان نظر اچن ٿا. انهن عالمگير تحريڪن پٺيان جن ڪارڪنن لڳاتار جدوجهد ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ انهن مشڪلاتن کي منهن ڏيئي سوڀ حاصل ڪئي. اهڙين سوڀارين شخصيتن ۾ مولانا دين محمد وفائي بہ هڪ هو.

## جنم - نِنڊپڻ ۽ شخصيت

مولانا دين محمد وفائي جو جنم سنڌ جي تاريخي شهر ڳڙهي ياسين ضلع شڪارپور جي هڪ ڳوٺ ڪٽي عرف 'نبي آباد' ۾ ٿيو. سندس جنم جي تاريخ ۱۴ اپريل ۱۸۹۴ع مطابق ۲۷ رمضان ۱۳۱۱ھ آهي. سندس والد جو نالو خليفو حڪيم گل محمد هو. سندس والد محترم هڪ عالم، بزرگ ۽ شاعر هو. مولانا دين محمد پنهنجي قبيلي مان هو. شروعاتي تعليم پنهنجي والد وٽ حاصل ڪيائين. ايجان ۹ ورهين جي ڄمار تائين مس پهتو تہ سندس والد گذاري ويو، والد جي وفات کان پوءِ فارسي تعليم جا ڪتاب مولوي محمد عالم وٽ پڙهي پورا ڪيائين. سمجھ سوائي ٿيڻ سان هي نوجوان وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتو. علم حاصل ڪرڻ جي جستجو ڪيس ڪيترن عالمن سان ملاقات ڪرائي.

مولانا وفائي ڪجھ عربي ڪتاب ڳڙهي ياسين ۾ مولانا

محمد قاسم ۽ اوستہ پليڏنہ آباد ۾ مولانا خادم حسين وٽ پڙهيو، وڏيڪ عربي پڙهڻ لاءِ جيد عالم مولانا غلام عمر وٽ سونو جتوئي ضلع لاڙڪاڻہ پهتو. سال ۱۹۰۷ع کان ۱۹۱۱ع تائين عربي جي تعليم پوري ريت اتي حاصل ڪيائين، پنجن سالن جي ٿوري عرصي ۾ منطق ۽ ڪبريٰ جا ڪتاب پڙهي پورا ڪيائين.

سنڌ ۾ انوقت عربي ۽ فارسي تعليم کي وڏي اهميت حاصل هئي، انڪري نوجوان دين محمد ذاتي ذهانت ۽ سخت محنت سان سمورا عربي ۽ فارسي جي ڪورس تي رکيل ڪتاب ٿوري عرصي ۾ پڙهي پورا ڪيا.

## شخصيت

مولانا وفائي سادگي پسند هو. ان ڪري سادو رهڻ، سادو کائڻ ۽ سادو پهرڻ پسند ڪندو هو. ڪڏهن بہ آسودي هجڻ جي سَڌَ نہ ڪيائين. امير ۽ غريب لاءِ هڪ طرح سوچيندو هو ۽ ميل ملاقات ۾ ڪو امتياز نہ رکندو هو.

مولانا وفائي سڄي زندگي علم ادب کي حاصل ۽ ڪرڻ پکيڙڻ ۾ گذاري، واندڪائي ۾ ڪتابن پڙهڻ ۾ مشغول رهندو هو. هن علم کي عام ماڻهن جي ڀلائي واسطي صرف ڪيو. وٽس ڪيترائي علم ادب جا شوقين ويٺا هوندا هئا، جن کي مختلف معاملن ۽ مسئلن کان آگاهہ ڪندو رهندو

هو. سندس صحبت ۾ ڪيترائي علم جا ڪوڏيا تربيت وٺي تيار ٿيا.

مولانا صاحب اجائي گفتگو کان پاسو ڪندو هو، البت ڪنهن ڳوڙهي مسئلي ڪي سمجهائڻ واسطي ڪيترائي ڪلاڪ مختلف علمن، تحريرن، تجربن ۽ مشاهدن جا مثال ڏيئي معاملي ڪي سلجهائيندو هو. علمي معاملن ۾ پاڻ کان وڏن، توڙي مختلف فنن ۾ ماهرن کان معلومات وٺڻ ۾ هرگز عار نہ سمجهندو هو. عالمن ۽ اديبن جو تمام وڏو قدردان هو. سندس قلمي، ۽ علمي عليڪ سليڪ هند، سنڌ جي ناميارن اڳواڻن، سماجي ۽ سياسي ڪارڪنن، مذهبي رهنمائن کان سواءِ اسلامي ملڪن جي اڪابرن سان هوندي هئي.

مولانا زندگي ۾ ٻہ شاديون ڪيون. جن مان ڪيس ٽي پٽ ڄاوا ۽ انهن مان جناب علي نواز وفائي سندس علمي جوت جلائيندو پيو اچي.

مولانا جي آخري آرامگاه واري جي ٽڙ سکر ۾ آهي.

## صحافت

مولانا دين محمد وفائي جي عملي زندگي جا ڪي ئي رخ آهن. انهن مان نمايان ٻہ آهن؛ هڪ 'صحافت' ٻيو 'ادب' اول سندس صحافت وارين خدمتن جو ذڪر ڪيون ٿا.

مولانا جي صحافت سان وابستگي ١٩١٦ع کان ٿي،

جڏهن پاڻ راڻيپور ۾ اچي رهيو، اتي ديني درس سان گڏ حڪيم محمد صادق راڻيپوريءَ جي سرپرستي هيٺ "صحيفہ قادريہ" ماهوار رسالو جاري ڪيائون، جو پوءِ ٿورو وقت هلي بند ٿيو ويو. ٻن سالن کان پوءِ مولانا صاحب تعلقي ڏوڪري جي هڪ ڳوٺ 'ٽلاهه' جي مدرسي ۾ اچي مقيم ٿيو. ٽلاهه ۾ رهڻ دوران سندس ملاقاتون وڏن عالمن سان ٿينديون رهيون ۽ پاڻ مطالعي ۾ بہ مشغول رهيو. اهو عرصو هيو، جو کيس بنيادي ڪتابن پڙهڻ جو موقعو مليو. پير جهنڊي وارن جي قديم لائبرري مان بہ ڪافي ڪجھ پرايائين.

مولانا صاحب ٽلاهه جي مدرسي مان سن ١٩١٨ع جي اپريل مهيني کان هڪ باقاعده علمي ادبي رسالو "الڪاشف" جاري ڪيو. رسالي جي سرپرستي انجمن اسلام لاڙڪاڻہ ڪندي هئي. هن رسالي ۾ علمي، ادبي، تاريخي مضمون شايع ٿيندا رهندا هئا. ان سان گڏ ان زماني جي گهرج مطابق فقہ ۽ طب بابت ڪالم شايع ٿيندا هئا، جن ۾ بنيادي معلومات کان علاوه واسطيدار مضمون مطعلق سوال جواب پڻ هوندا هئا. جيڪي مولانا صاحب پاڻ ڏيندو هو. شايد هي پهريون ادبي رسالو هو، جنهن انهي قسم جي مضمونن جي باقاعده اشاعت جاري رکي. هي رسالو هر ماهه ڪافي عرصي تائين شايع ٿيندو رهيو.

پهرين مهاڀاري لڙائي کان پوءِ ننڍي کنڊ جون سياسي ۽

سماجي حالتون خراب ٿينديون ويون، انگريزن پنهنجي چالاڪيءَ سان مڪاني ماڻهن ۾ جهيڙو شروع ڪرايو. هندن کي مسلمانن جي ۽ مسلمانن کي هندن جي خلاف پڙڪايو ۽ "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو" جي سياست جو بنياد وڌو. مسلمانن اهو محسوس ڪندي پنهنجي حقن جي حفاظت لاءِ "خلافت تحريڪ" جو بنياد وڌو، جنهن جو ٻه هڪ وڏو پس منظر آهي. ١٩١٩ع ڌاري اها تحريڪ زور وٺندي وئي، پوري ننڍي کنڊ جي مسلمانن گڏيل هندستان ۾ انگريزن جي خلاف جلسا جلوس ڪرڻ شروع ڪيا. مولانا صاحب اهڙين حالتن ۾ هڪ هنڌ ڪيئن خاموش رهي ٿي سگهيو. جلدئي نلاهه ڇڏي عملي سياست جي هڪ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت ۾ نڪري پيو ۽ ان دؤر جي ڪامل شخصيت مولانا تاج محمود امروٽي سان گڏ ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنائين. فيبروري ١٩٢٠ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ هڪ چوٽي جي "آل انڊيا خلافت ڪانفرنس" ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ ٻين اڳواڻن سان گڏ مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا عبدالباري ۽ مولانا شوڪت علي شرڪت ڪئي.

ان موقعي تي مولانا وفائيءَ مولانا تاج محمود امروٽي جي اڳواڻي ۾ هڪ رسالو "اظهار الڪرامت" شايع ڪرايو، جيڪو ان ڪانفرنس ۾ پڻ ورهايو ويو.

انگريزن جي چُرچ تي ڪيئي عالم خلافت تحريڪ جي

خلاف لکندا هئا ۽ کن تہ باقاعده رسالا جاري ڪرايا،
انهن ۾ نواب شاه جو مولوي فيض الڪريم تمام گھڻو
مشهور هيو، پر مولانا ڪيس اهڙا جواب ڏنا، جو انهي ڏنڌي
تان هٿ ڪڻي ويو.

جيئن جيئن تحريڪ زور وٺندي ويئي، تيئن محسوس
ڪيو ويو تہ تحريڪ کي منظم طريقي سان هلائڻ ۽ راءِ عام
کي پاڻ ڏانهن ڪرڻ ۽ عام ملسمانن ۾ سياسي بيداري آڻڻ
لاءِ هڪ باقاعده اخبار جو هجڻ تمام ضروري آهي، انکري
سياسي طور سرگرم مسلمانن جي ڪوشش ۽ چندي سان
مارچ ۱۹۲۰ع کان ڪراچيءَ مان اخبار 'الوحيد' جاري
ڪئي وئي، جيڪا ترڪي جي لاثاني خليفي عبدالوحيد جي
نالي جي نسبت سان جاري ڪئي وئي هئي. هونئن بہ خلافت
جو بنيادي ڪارڻ اهو هيو تہ انگريزن جي سازش سان
ترڪي مان مسلمانن جي ختم ڪيل خلافت بحال
ڪرائجي.

اخبار لاءِ مولانا - صاحب جي ذهانت، جذبي ۽ اورچائي کي
آڏو رکندي کيس سب ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو ۽ ايڊيٽر
جناب قاضي عبدالرحمان کي رکيو ويو.

انگريز سامراج جنهن هندستان جهڙي معدني پيداوار ۽
ريشم جي عظيم صنعت ۽ زراعت ۾ خود ڪفيل ملڪ کي
پنهنجي واپار ۽ تجارت واري مفادن خاطر ايسٽ انڊيا
ڪمپني معرفت، نہ رڳو پنهنجي صنعتي مال جي وڪري لاءِ

منڊي طور حاصل ڪيو، پر اتان جي مقامي صنعت کي بہ تباھ ڪري ڇڏيو.

جابر حڪمران جڏهن اقتصادي ۽ سياسي ذريعن سان ملڪن تي قبضو ڪندا آهن تہ هو اتي جي آبادي کي غلام رکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. انگريز سامراج جي جڏهن کان هندستان تي حڪومت قائم ٿي، تڏهن کان مڪاني ماڻهن ۾ انهن خلاف نفرت پيدا ٿيڻ لڳي. ان نفرت وڏي مختلف تحريڪن کي جنم ڏنو. انهن تحريڪن ۾ 'خلافت تحريڪ' 'ريشمي رومال تحريڪ'، 'هندستان جي آزادي' جي تحريڪ خاص طور تي مشهور آهن. انهن تحريڪن وسيلي انگريزن خلاف جدوجهد دوران انگريز هر ان آواز کي ڇيپاڻيندا، دٻائيندا رهيا جو آواز آزادي لاءِ هو. هنن اخبارن تي بندشون وڌيون، صحافين کي اذيتون ڏنيون، ماڻهن کي جيلن ۾ اماڻيو پر پوءِ بہ تحريڪ کي ختم ڪري نہ سگهيا.

خلافت تحريڪ ۾ روزانہ الوحيد جو زبردست ڪردار رهيو آهي. الوحيد ان وقت سنڌ جي ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ سان گڏ سياسي تربيت پڻ ڪئي. انگريزن جي هر فريب ۽ ظلم خلاف لکيو. عوام کي تحريڪ جي مقصدن ۽ انگريزن جي ناپاڪ ارادن بابت آگاھ ڪيو. تحريڪ کي منظم ڪرڻ ۽ اڳتي وڌائڻ ۾ رهنمائي ڪئي. سنڌ ۾ ڪاٻہ اهڙي اخبار ڪانہ هئي، جيڪا مسلمانن جو حقيقي آواز

اڀاري ۽ انگريزن جي ظلم کان واقف ڪري. الوحيد نئي واحد اخبار هئي، جنهن سنڌ جي ماڻهن ۾ جذبو پيدا ڪيو، ماڻهن ۾ حوصلو وڌايو ۽ تحريڪ کي وڌيڪ منظم ڪيو.

الوحيد کي جاري ٿئي ست مهينا مس گذريا ته بمبئي سرڪار "الوحيد" کان ڏهه هزار رپيا ضمانت طلب ڪئي. هوڏانهن اخبار جي ايڊيٽر قاضي عبدالرحمان کي هڪ سال لاءِ جيل موڪليو ويو. الوحيد تي هي اوچتي مصيبت ڪڙڪي ۽ اخبار بند ٿي وئي. مولانا وفائي ٻيهر ٺلاهه موٽي آيو. اتي ترسڻ دوران مزيد مطالعو ڪندو رهيو. انهي عرصي دوران مولانا محمد علي جوهر ۽ ٻين ڇهن قومي اڳواڻن تي خالق ڏني هال ڪراچي ۾ مقدمو هلي پورو ٿيو. جنهن تحت جميعت العلماءِ سنڌ جي سڪريٽري پير غلام مجدد سرهندي کي ٻه ٢ سال جيل جي سزا ڏني وئي. جميعت جي مرڪزي مشاورتي ڪائونسل جي فيصلي تحت خالي جاءِ تي مولانا وفائي کي ڪراچي گهرايو ويو. سنت نئي چيلمسفورڊ سڌارن هيٺ 'الوحيد' نئين سر جاري ٿي، ۽ باقائدگي سان نڪرندي رهي، مولانا وفائي سيڪريٽري جي عهدي سان گڏ ايڊيٽرشپ جا فرائض به سنڀالڻ لڳو. اخبار سنڌ جي مسلمانن جي حقن جي ترجمان ثابت ٿي. اخبار جا مکيه مسئلن تي وقت به وقت نمبر نڪرندا رهيا.

'الوحيد' شيخ عبدالسلام، مير الله بخش ٽالپر، قاضي

عبدالرحمان شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ دين محمد عليگ جي ادارت ۾ به رهي، پر مولانا جي ادارت ۾ تمام گهڻي عروج تي پهتي. مولانا جي ادارت ۾ اخبار ۾ جيڪي نمبر شايع ٿيا، انهن جي ادب ۽ تاريخ ۾ وڏي اهميت رهي آهي. انهن ۾ خاص طرح سنڌ جي بمبئي کان علحدگي جي سلسلي ۾ تاريخ ١٥ جون ١٩٣٦ تي "سنڌ آزاد نمبر" شايع ٿيو، جيڪو ادبي دنيا ۾ مثالي ۽ بنيادي حيثيت رکي ٿو. مولانا وفائي سنڌ آزاد نمبر ۾ جيڪي پيشنگويون ڪيون هيون، سي اهي اڄ صحيح ثابت ٿيون آهن. مولانا سنڌ جي الڳ ٿيڻ کان اڳ تجزيو ڪيو هو، جنهن ۾ خدشن ۽ امڪانن کي ظاهر ڪندي لکي ٿو ته:

"گهڻي زماني جي ڪوشش ۽ جدوجهد کان پوءِ آخر سنڌ بمبئي حڪومت کان الڳ ٿي به ويجي ته سنڌ جي علحدگي ۾ سنڌين کي فائدو رسندو؟ اهو هڪ سوال آهي. جنهن جي جواب جو سمورو دارومدار آهي، سنڌ جي ووٽرن جي قابليت ۽ ذهنيت تي. يعني ته جيڪڏهن ووٽرن سنڌ اسيمبلي ۾ اهڙا قابل ماڻهو چونڊي موڪليا، جي تعليم يافته قوم جا همدرد ۽ هڏڏوکي هوندا ته پوءِ يقيناً سنڌين کي فائدو رسندو، پر جيڪڏهن اهڙا عيوضي چونڊيا ويا، جي خود غرض، جاهل ۽ بيڪار هوندا ته سنڌ جي علحدگي، بمبئي سان گڏجي رهڻ کان وڌيڪ نقصان ڪار ثابت ٿيندي."

"سنڌ جي جدا ٿيڻ مان اها قوم فائدو وٺندي، جنهن کي ومي همدردي هوندي، جنهن کي قوم جي راھ ۾ خرچ ڪرڻ جي عادت هوندي، پر جنهن قوم ۾ اهي گڻ ڪونه أهن، تنهن قوم کي هرگز اها اميد نہ رکڻ گهرجي تہ ڪو هو سنڌ جدا ٿيڻ مان فائدو پرائي سگهندا. جاهل ذليل ۽ مفلس انسان پيدائي ان لاءِ ٿيو آهي تہ مٿس طاقتور ۽ سمجهدار ماڻهو حڪومت ڪندا رهن، تنهن ڪري ضرورت آهي تہ سنڌي حالتن پٺاندر قدم وڌائن، پنهنجي سڌاري جو اونو رکن تہ پوءِ يقيناً سنڌ جدا ٿيڻ مان فائدو وٺي سگهن ٿا، نہ تہ ڪجھ بہ نہ...."

الوحيد ڪيئي دور ڏٺا، انهن ۾ ڪانگريس، جميعت العلماءِ سنڌ، امن سيا، خلافت تحريڪ، مسلم ليگ جا دؤر شامل آهن.

اخباري ڌنڌي ۾ ايتري مشغوليءَ جي باجود، مولانا مستقل بنيادن تي هڪ رسالو 'توحيد' ١٩٢٣ع ۾ شروع ڪيو ۽ اهو ١٩٢٨ع ۾ بند ٿيو. وري ١٩٣٤ع کان نڪرڻ شروع ٿيو، مولانا جي وفات کان پوءِ بہ سندس فرزند محترم علي نواز وفائي ڪڍندو رهيو. رسالي ۾ علمي، مذهبي ۽ تاريخي مضمون شايع ٿيندا هئا. رسالو سنڌي زبان جو معياري علمي ۽ ديني رسالو سمنجهيو ويندو هو. منجهس مختلف ديني ۽ فقيهي مسئلن تي تحقيقي مضمون شايع ٿيندا هئا. ان سان گڏ معاشري جي اصلاح بابت مفيد

مضمون ڇپبا رهندا هئا. مذهبي چاڻ سان گڏ هن رسالي ۾ سياسي سجاڳي، قبر پرستي، پير پرستي، اجاين وهمن ۽ وسوسن، بي جاءِ ادنگين بدعتي ۽ گمراه ڪندڙ رسمن ۽ رواجن خلاف اثرائتي انداز ۾ مولانا جا مضمون باقائده شايع ٿيندا هئا. ان پرچي ۾ مولانا خاص طرح پيٽ پرست ملن خلاف گهڻو لکيو.

سياسي بيداري ۾ هن رسالي جو ڪافي ڪردار رهيو آهي. ڪراچي کي سنڌ کان ڪٽي، جڏهن مرڪز جي حوالي ڪيو ويو ته مولانا ۸ جنوري ۱۹۴۸ع جي ايڊيٽوريل ۾ لکي ٿو ته: "اسان چيو پئي ته هندستان ۾ گڏيل حڪومت قائم ڪئي وڃي، پر اسان کي نه ٻڌو ويو ۽ غلط سمجهيو ويو. هاڻي پاڪستان ملي ويو آهي، اميرن جون مرادون پوريون ٿيون آهن. ڪراچي کي گادي جو هنڌ بنايو ويو آهي. چؤطرف سنڌ تي پناه گير ۽ پاچوڪڙن جي ڪاهه ٿي وئي آهي. ڪراچي جا بنگلا، سمنڊ جو ڪنارو ۽ صاف ڪشاده رستا ڌسي ٻين قومن جا وات پاڻي ٿيڻ لڳا آهن. ڪراچي تي قبضو ڪري سنڌين کي بيدخل بنائڻ لاءِ سٽون سٽجي رهيون آهن."

ساڳئي مضمون ۾ ٻئي هنڌ لکي ٿو ته:

"ايجا به وقت نه ويو آهي، سنڌ ۾ جدا پارٽي قائم ڪري، ڪم کي شروع ڪيو ويو وڃي ته سنڌ جي بچاءَ ٿيندو نه ته پنهنجا تيڙ تيشن تي سمجهڻ گهرجن. غريب ته ايئن

غريب آهي، انلاءِ سڀ غلامي جا چار آهن. مگر سنڌ جو امير طبقو جنهن پنهنجي فائدي لاءِ الڳ ملڪ حاصل ڪيو آهي، سو مري رهيو آهي. جنهن ڪري ڪراچي نہ ڇنڻ جي هلچل هلائي وڃي ٿي. ڏسجي تہ سنڌ جي اميرن جي ٻانهن ۾ ڪيتري طاقت آهي، جو ان ڪم کي ڪاميابي سان وڃي ڪنهن ڪنڌي تي پهچائين ٿا."

توحيد جي ادارت مولانا کان علاوه شيخ عبدالمجيد سنڌي بہ ڪئي.

مولانا صاحب ١٩٢٧ع ۾ پير جيئل شاهہ شهيد عرف حزب الله شاهہ راشدي جي سرپرستي ۾ 'الحزب' نالي اخبار جاري ڪئي. اخبار سنڌي زبان ۾ بلند درجي جي اخبار هئي، جنهن ۾ مولانا وفائي جا جيڪي تاريخي، علمي مضمون شايع ٿيا، سي اڄ تائين ماڻهن کي ياد آهن. هي اخبار صرف ٧ مهينا جاري رهي سگهي. پوءِ ڪن سببن ڪري بند ٿي وئي.

١٩٤٣ع ملسم ليگ ۽ الله بخش سومري جي وچ ۾ اختلاف ٿي پيا، ۽ اخبار الوحيد جي مٿان ڪنٽرول لاءِ بورڊ قائم ڪيو ويو، جيڪا ڳالهہ مولانا کي پسند نہ آئي، جنهن ڪري 'الوحيد' تان استعفيٰ ڏئي 'آزاد' اخبار ۾ ڪم ڪرڻ لڳو.

مولانا وفائي جي پير پائڻ سان آزاد بلند درجي تي پهتي ۽ سنڌي اخبارن ۾ وڏي اهميت واري اخبار ليکجڻ لڳي. سنڌ

جي هيءَ واحد اخبار هئي، جنهن ۾ ملڪي حالتن سان گڏ خالص ادبي مواد شايع ٿيندو هو. اخبار اڳتي هلي هفتيوار صورت اختيار ڪئي، جيڪا اڄ تائين مولانا جي لائق فرزند محترم علي نواز وفائي جي ادارت ۾ نڪري رهي آهي، جنهن ۾ علم ۽ ادب بابت مفيد مضمون شايع ٿيندا آهن. هي اخبار نوجوان ليکڪن جي پڻ حوصلي افزائي ڪندي رهي آهي.

سنڌي ادب جي واڌاري ۽ تحقيقي مواد لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ جي سفارش تي جنوري ١٩٤٦ع ۾ ڪراچي مان ٽه ماهي مهراڻ شايع ٿيو. انجو ايڊيٽر: علامه عمر بن محمد دائود پوٽو هو. ايڊيٽوريل بورڊ ۾ عثمان علي انصاري، مولانا دين محمد وفائي، ديوان لالچند امرڏنو ڄڳتاڻي، ۽ ڊاڪٽر هرومل سدا رنگاڻي هيا. هي پرچو جنوري ٤٨ ۾ نڪتو ۽ ٤٩ ۾ بند ٿي ويو. وري جنوري ٥٥ کان 'سنڌي ادبي بورڊ' جي طرفان اڄ تائين ٽماهي رسالي جي صورت ۾ شايع ٿيندو پيو اچي، سندس مواد اڄ به معياري آهي.

مذڪوره اخبارن ۽ رسالن کان علاوه مولانا تمام گهڻن ٻين اخبارن ۽ رسالن لاءِ لکيو. سندس مختلف مضمون ۽ ادارتي نوٽ اڄ به پڙهڻ وٽان آهن. مختلف تحريڪن دوران مولانا جا ڪيترائي حوصلو ڏياريندڙ مضمون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيا، جيڪي اڄ جي حالتن سان پڻ

ٺهڪن ٿا، ۽ اڄ بہ انهن مان رهنمائي حاصل ڪري سگهجي ٿي.

## ادب

مولانا وفائي صحافت ۾ نمايان حيثيت حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ ادبي دنيا ۾ بہ ڪافي نالو ڪڍيو، کيس ادب جي سماجي ڪارج جي بخوبي خبر هئي. تاريخ، تصوف، سياست ۽ مذهب مولانا جا دلپسند مضمون هئا.

تاريخ تي تہ ايڏو عبور هوندو هيس، جو عالمن کيس سنڌ جي چرندڙ پرندڙ انسائيڪلوپيڊيا ۽ سنڌ جي تاريخ جو امام سڏيو آهي.

سنڌ جي تاريخ تي ايڏي تہ مهارت هوندي هيس، جو سنڌ جي تاريخ ساز شخصيتن، عالمن، بزرگن جون سوانح عمريون ۽ ڪارناما لس بيان ڪري ويندو هو. سنڌ جي تاريخي ماڳن بابت پڻ کيس ججهي معلومات هوندي هئي. سندس اهو وڏو ڪارنامو هو، جو سنڌ جي مختلف واقعن ۽ حادثن بابت اهڃاڻ صحيح طريقي سان بلڪل درست ۽ پيرائتا ڪري ٻڌائيندو هو. گهڻن بزرگن جي ولادت ۽ وفات جا سن کيس برزبان ياد هوندا هئا.

'عظمت سنڌ' مولانا جو خاص موضوع هوندو هو. آثار قديمہ ۾ بہ خاصي دلچسپي رکندو هو. سنڌي ٻولي، ادب ۽ گرامر ۾ سنڌ ميڃيو ويندو هو.

مولانا صاحب، جن ڏينهن ۾ تحقيقي ڪم شروع ڪيو، انهن ڏينهن ۾ تحقيق، ڪنڊڙن جي رستي ۾ ڏاڍيون ڏکيائيون هونديون هيون. سنڌ جي ڪتاب گهڻن سان وقت به بوقت هاڃا ٿيل هيا. ڪجھ ڪتاب انگريز ڪٺي ويا، ڪجھ ڪتاب، انهن کان اڳ نادر شاھ وارا ميان نور محمد ڪلهوڙي واري زماني ۾ لٽي ڦري پاڻ سان ايران ڪٺائي ويا هئا.

ڪيترا اَملھ ڪتاب وڏن خاندانن پنهنجي تھ خانن ۾ بند ڪرائي ڇڏيا هئا، جيئن عام ماڻهن کي انهن مان فائدي وٺڻ جو موقعو نہ ملي. قلمي ڪتابن جا گهڻا نسخا محض ان ڪري دريا داخل ٿي ويندا هئا، جو انهن جي مالڪن کي شڪ هوندو هو تہ انهن ڪتابن ۾ ڪيميا جا نسخا لکيل هوندا، تنهن ڪري جيئن تہ پاڻ جاهل هئڻ ڪري انهيءَ مان ڪو فائدو حاصل ڪري نہ سگهيا تہ پوءِ ٻيا ڇو مراد ماڻين. انڪري ڪتابن جو سر وڃائڻ سهنجو سودو سمجهندا هئا.

مولانا انهن دشوارين جي باوجود پنهنجو تحقيقي ڪم جاري رکيو. مولانا دين محمد وفائي مرحوم پهريون سنڌي عالم هو، جنهن سنڌ ۾ تاريخ، علم ادب ۽ تحقيق جي کوٽ کي محسوس ڪندي، ان ڏس ۾ جدوجهد ڪئي ۽ راھ روشن ڪئي.

پير علي محمد راشدي لکي ٿو تہ ”سنڌ جي تاريخ بابت

مولانا صاحب ٺي منهنجي من ۾ دلچسپي پيدا ڪرائي انهيءَ زماني ۾ سنڌ جي تاريخ بابت تحقيق سان ڪنهن جي بہ دلچسپي ڪانہ هوندي هئي.

سندس خيال هو تہ جنهن قوم کي پنهنجي تاريخ ڪانہ آهي ۽ پنهنجي ماضي جي حقيقت معلوم نہ آهي. ان قوم مان ڪو ڀوتو ڀرتو نہ آهي. علم جو چاھ پاڻ بہ رکيائين تہ ٻين کي بہ ڏياريائين.“

۱۹۴۰ع ۾ سنڌ سرڪار طرفان سنڌي ادب جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ قائم ڪيل ’ مرڪزي سنڌي صلاحڪار بورڊ‘ طرفان ’جامع سنڌي لغات‘ لاءِ ايڊيٽرن جي ڪميٽي جوڙي وئي. ان ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، ديوان پرسرام ضيا، عثمان علي انصاري ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي سان گڏ مولانا دين محمد وفائي کي بہ کنيو ويو.

پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ جنوري ۱۹۴۹ع ۾ سنڌ سرڪار طرفان اسڪولي درسي ڪتابن کي نئين سر جوڙڻ لاءِ ڪميٽي ٺاهي وئي، جنهن جو پڻ مولانا ميمبر رهيو.

سنڌي ٻولي جي سنوارڻ ۽ سڌارڻ جو ڪيس تمام گهڻو اونو هوندو هو. سنڌي ٻولي جي سڌارڻ لاءِ هڪ ’سنڌي سڌار سوسائٽي‘ قائم ڪئي وئي. جنهن جي بنياد رکندڙن ۾ مولانا جو نالو اچي ٿو.

مولانا دين محمد وفائي نثر سان گڏ نظم ۾ بہ لکيو آهي.

نظم ۾ 'وفائي' جي تخلص سان لکيو اٿس. سندس پهريون شعر "امداد يتيما" جي عنوان سان ۱۹۱۳ع ۾ شايع ٿيو. سندس شاعري ۾ پڻ مذهبي بدعتن، سماجي برائين سان گڏ قومي شعور جي عڪاسي نظر اچي ٿي.

سندس ڪن مکيه ڪتابن جو مختصر ذڪر هيٺ ڪجي ٿو.

## شاه جي رسالي جو مطالعو

هي ڪتاب شاه عبداللطيف ڀٽائي جي شاعري متعلق آهي. شاه جي رسالي ۾ آيل مختلف عنوانن تي مختصر مگر جامع نموني لکيو ويو آهي.

هن ڪتاب ۾ مولانا وفائي لطيف جي شاعري جي مقصد ۽ انداز سان گڏوگڏ ڪلهوڙا دؤر جو سماجي پس منظر، سنڌ ماڻهن جي ريتن رسمن ۽ روزمره جي زندگي جو نقشو چٽيو آهي، خاص طرح ٻهراڙي جي زندگي جي عڪاسي ڪئي وئي آهي. انهيءَ ۾ به مختلف- خطن جو خيال رکيو ويو آهي.

'شاه جي رسالي جو مطالعو' لاءِ سنڌ جو مشهور محقق ۽ تاريخ دان پير حسام الدين شاه راشدي لکي ٿو ته "حقيقت هي آهي ته سنڌي ۾ لطيف تي جيڪو ڪم ٿيو آهي ان ۾ 'شاه جي رسالي جو مطالعو' ۽ 'لطف اللطيف'وڏي اهميت رکن ٿا، نه رڳو اهميت رکن ٿا بلڪ تحقيق لاءِ نوان رستا

کولي ڏين ٿا.“

مولانا وفائي هن ڪتاب ۾ آسان ٺيٺ ۽ با محاوره سنڌي زبان استعمال ڪئي آهي ۽ رسالي جي باري ۾ بنيادي معلومات ڏني آهي. ائين چوڻ ۾ بہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ انهي ڪتابن جي مطالعي کان سواءِ ’شاهہ جي رسالي‘ جو اڀياس اڻپورو آهي.

## لطف اللطيف

هي ڪتاب مولانا وفات کان ٣ مهينا اڳ سيپٽمبر يا ڊسمبر ١٩٤٩ع ۾ لکي پورو ڪيو.

هن ڪتاب جي ’لطيفيات‘ واري ڀاڱي ۾ چڱي اهميت آهي، ڪتاب جي افاديت کي نظر ۾ رکندي، انکي بي اي آنرز ۽ ٽريننگ ڪاليج جي سنڌي استادن جي ڪورس ۾ شامل ڪيو ويو هو.

## تذڪره مشاهير سنڌ

هي تاريخي، تحقيقي ۽ حوالاتي ڪتاب تاريخ جي امام، سنڌ جي سپوت سالن جا سال سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ جا پنڌ ڪري، ڪتب خانن جي خاڪ ڇاڻي نور نچوئي لکيو آهي. ڪتاب ۾ سنڌ جي مشاهيرن، عالمن، تاريخ ساز شخصيتن جو ذڪر ڪيل آهي تہ هو ڪٿي پيدا ٿيا، ڪنهن وٽ درس حاصل ڪيائون، ڪهڙا ڪتاب لکيائون، ڪهڙي

سلسلي سان نسبت هين، کهڙا شاگرد پيدا ڪيائون ۽ ڪٿي فوت ٿيا. پنهنجي نوعيت جو سنڌي ۾ هي پهريون ڪتاب آهي.

هي ڪتاب گذريل هزار سالن جي هڪ تاريخ آهي، جنهن مان هڪ ڳالهه هر صفحي منجهان ڳاٽ ڪنيون پئي للڪاري تہ سنڌ 'علم جو گهر' هئي، جنهن ۾ ننڍا ننڍا ڳوٺ، وسنديون ۽ واهڻ بہ علم جي شمع سان روشن هئا، جتي مصر، ايران، افغان، ترڪي ۽ ٻين مسلم ملڪن کان طالب اچي علم جي اڃ اجهائيندا هئا.

مذڪوره ڪتاب لاءِ نامور عالم ۽ محقق مولانا غلام محمد گرامي لکي ٿو تہ: "مولانا مرحوم سنڌ جي مشاهير جي تاريخ ۽ ڪارنامن جو حافظ، سنڌي ادب، زبان ۽ لغت ۽ انهن جي تقابلي مطالعي جو ماهر، سنڌي تصوف، سنڌي شاعري ۽ سنڌ جي فڪري معيار جو وڏو ڄاڻو هو. سنڌ جي تهذيبي روايات ۽ سنڌ جي تاريخ جو گويا انسائيڪلوپيڊيا هو. سندس دماغ سنڌ جي بزرگن ۽ مشاهير جي ڪارنامن لاءِ گويا زنده ڪتب خانن جو ڪم ڏيندو هو."

اهڙي اهم ۽ معلوماتي ڪتاب ۽ مولانا جي علميت ۽ جستجو جو علامہ دائود پوٽو بہ معترف هو. علامہ صاحب آثار ۽ مشاهير بابت وسيع معلومات هٿ ڪري مولانا کي سنڌ جي چرندڙ پرندڙ تاريخ سڏيندو هو.

تذڪره مشاهير سنڌ ڪتاب جي ترتيب سان ڇپائي جو ڪم مشهور مؤرخ پير حسام الدين راشدي جي حوالي ڪيو ويو هو. پير صاحب مهاڳ ۾ ڄاڻايو آهي تہ هي الڪائيو ۽ اڻانگهو ڪم مولانا وفائيءَ امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي جي چوڻ تي هٿ ۾ ڪنيو هو. انڪان سواءِ مولانا وفائيءَ ڪتاب جي مواد متعلق نديڪرِ ڪنڌ جي مشهور عالمن سان پڻ مشورا ڪيا هئا.

پير صاحب جي لکڻ مطابق مولانا جو مواد پنجن نوٽ بوڪن تي مشتمل هو، جنهن کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهائي، سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪيو ويو آهي.

ڪتاب جي خاص خوبي اها آهي تہ انکي الف- ب جي ترتيب سان لکيو ويو آهي، ۽ تقريباً سنڌ جي هر نديءَ وڏي شهر سان واسطو رکندڙ عالم ان ۾ آندا ويا آهن. اهڙي طرح ترتيب وار دؤر جو بہ خيال رکيو ويو آهي.

## ياد جانان

'تحريڪ خلافت' کان پوءِ 'تحريڪ هجرت' شروع ڪئي وئي. ان تحريڪ جو مقصد اهو هيو تہ هندستان جي مختلف پرڳڻن مان مسلمان هجرت ڪري افغانستان وڃن، پوءِ اتان افغاني حڪومت ۽ فوج جي مدد سان اوچتو هندستان تي حملو ڪري، انگريز حڪمرانن جون وايون بتال ڪري ڇڏجن، ان سان گڏ اهڙو بہ بندوبست ڪيو ويو هو

تہ هوڏانهن افغانستان مان حملو ٿيندو تہ هتان مڪاني طور ماڻهو بغاوت ڪري انگريزن جي حڪمن جي نافرماني ڪندا ۽ انگريز سرڪار مجبور ٿي هتان هلي ويندي ۽ هندستان آزاد ٿي ويندو. 'ريشمي رومال' واري تحريڪ بہ ان پلان جو حصو هئي.

مٿين منصوبي تي عمل ڪرڻ لاءِ هندستان جي ٻين صوبن جي ڀيٽ ۾ سنڌ وڌي ڪري حصو ورتو ۽ هزارين مسلمان پنهنجو ارڪو ترڪو، مال اسباب نيلام ڪري هجرت واري تحريڪ ۾ عملي طور شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ان مقصد لاءِ سنڌ جي بيباڪ ۽ جوشيلي اڳواڻ جناب جان محمد خان جوڻيجي باقاعده هڪ ٽرين جو بندوبست ڪيو ۽ ان ۾ سيني ڪارڪنن کي افغانستان وٺي ويو. ان قومي ڪم ۾ جوڻيجي صاحب دامي درمي، قولين سخنين ڀرپور حصو ورتو. بدقسمتي سان ڪن سببن ڪري اها تحريڪ ڪامياب نہ وئي.

مولانا وفائي اهڙي قومي همدرد ۽ سپهہ سالار کي ڪيئن ٿي وساري سگهيو، جنهن کي گڏيل هندستان جي مسلمانن طرفان 'رئيس المهاجرين' جو لقب مليو. مولانا صاحب سندس عملي ڪارنامن ۽ سوانح تي مبني ڪتاب 'ياد جانان' لکيو. جيڪو سنڌ جي سوانحي ادب ۾ اهم اضافو ليکيو وڃي ٿو.

مولانا صاحب جي تصنيف، تاليف ۽ تحقيقي ڪتابن جي

فهرست تمام وڏي آهي، انڪري هيٺ سندس چند مشهور ڪتابن جا نالا ڏجن ٿا:
١- اسلامي زندگي (١٩٢۴ ۾ شايع ٿيو)
٢- اذڪار حسين (رد شيعہ "جواب يادگار حسين")
٣- اعتقاد صحيح (مذهب اهل حديث)
۴- امداد يتيما (منظوم ڪتاب- سنڌ جي فرياد)
۵- الهام باري (ترجمو "تجريد البخاري" ست جلد)
٦- الهام برالـمبين (ترجمو "حسن حسين")
٧- تاريخ محمدﷺ (شايع ٿيل ١٩٣٠)
٨- توحيد اسلام (ترجمو "تقويت الايمان" اسماعيل شهيد دهلوي ١٩٢١)
٩- حيدر ڪرار رضہ
١٠- خاتون جنت
١١- انتخاب صحيح بخاري
١٢- زندگي جو مقصد (فلسفہ علم النفس)
١٣- راحت الروح تذڪره نوح
١۴- سيدنا عثمان رضہ (شايع ٿيل ١٩٦۴)
١۵- صديق اڪبر رضہ
١٦- غوث اعظم رحہ (شايع ٿيل ١٩۵۵)
١٧- فاروق اعظم رضہ (شايع ٿيل ١٩٦۵)
١٨- فتوح الغيب (تصوف نامڪمل)
١٩- قرآني صداقت (رد آريہ)

٢٠- لاجواب تحرير (ردِ آريہ)
٢١- مير محمد عربي (١٩٤٧ ۾ شايع ٿيل)
٢٢- نومسلم هندو راڻيون (١٩٢٨ ۾ شايع ٿيل)
٢٣- الختم عليٰ فم الخصم (رد قاديانيِ)
٢٤- هندو ڌرم ۽ قرباني
٢٥- هندستان (مسلمانن جي نظر ۾)

## مخُتلف تحريڪن ۾ حصو

پهرين مهاڀاري لڙائي پوري ٿيڻ کان پوءِ سڄي سنڌ ۾ افراتفري مچل هئي، سياسي معاشي ناانصافي هجڻ ڪري سنڌ جا ماڻهو حيران ۽ پريشان هئا. انگريزن جي وڌندڙ ظلم انتها ڪري ڇڏي هئي، هڪ طرف سنڌ جي ماڻهن کي انگريز سرڪار معاشي طرح نيست وَ نابود ڪري ڇڏيو هو، تہ ٻئي طرف سنڌ جي عوام خلاف مختلف محاذ کڙا ڪرائي ڇڏيا هئا.

انگريزن مختلف طريقن سان سنڌ ۾ ٻرندڙ باهہ کي وسائڻ جي ڪوشش ڪئي، هنن ڪيترائي پنهنجا ايجنٽ ڇڏيا، تہ جيئن سنڌ جي ماڻهن کي انگريزن جي خلاف ٿيڻ کان بچائن، پر مولانا دين محمد وفائي، مولانا عبيدالله سنڌي ۽ مولانا تاج محمود امروٽي ۽ ٻين اڳواڻن سنڌن هر چال ۽ حربي کي تباهہ ڪري ڇڏيو.

مولانا عبيدالله سنڌي جنهن انگريز سامراج کي

للڪاريو، انگريزن جي قيدن ۽ ڪوٺن کي لرزايو ۽ سامراجي ناپاڪ ارادن کي نيست نابود ڪري ڇڏيو. ان اڏول اڳواڻ سان مولانا وفائي هر محاذ ۽ تحريڪ ۾ شامل رهيو. نہ صرف تحريڪن ۾ ڀرپور نموني شامل رهيو، پر ڪيترن مرحلن تي مولانا سنڌيءَ سندس مشورن کي ميڄيو. انتهائي نازڪ معاملن ۾ مولانا سنڌي وفائي صاحب تي اعتماد ڪندو هو. مولانا وفائي بہ سندس آخر تائين توڙ نڀايو. سندس جلاوطني واري زماني ۾ بہ سندس فڪر کي ڦهلائيندو رهيو. مولانا وفائي جي ذاتي ڪوشش سان شهيد الهہ بخش سومري (ان وقت جي وزير اعليٰ سنڌ) جي تعاون سان سندس جلاوطني ختم ٿي ۽ سنڌ ۾ اچي باقي زندگي گذاريائين.

مولانا عبيدالله سنڌي شاهہ ولي الله جي فلسفي جي پرچار ڪرڻ، سنڌ ۾ انقلابي تعليم عام ڪرڻ لاءِ "بيت الحڪمت" قائم ڪئي، جنهن ۾ مولانا سيڪريٽري جا فرائض انجام ڏنا.

مولانا وفائي سنڌ جي سامراج دشمن چوٽي اڳواڻ مولانا تاج محمود امروٽي سان بہ گڏ تحريڪن ۾ گذاريو. انگريزن جي دور ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي انقلاب پسند ۽ مجاهدانہ حيثيت جو اعتراف پوري هندستان ۾ ڪيو ويو. سندس زبان مان نڪتل لفظ "ترڪ موالات" کي گانڌي بہ قبول ڪيو ۽ قطع تعلقات

”نان ڪو آپريشن“ جي نالن سان هندگير تحريڪون شروع ٿيون.

تحريڪ، هندستان جي جنگ آزادي جي هجي يا بمبئي کان سنڌ جي علحدگي جي، مولانا وفائي پنهنجي تقريرن، تحريرن، حالتن تي لکيل ادارتي تبصرن وسيلي تحريڪن ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو. سندس تقريرون ۽ تحريرون آزادي جي راھ ۾ مشعل بڻيون. الوحيد جي پليٽ فارم تان انگريز سرڪار خلاف جنگ جوٽي، هر محاذ تان ويڙھ جاري رکندو آيو.

١٩٢٠ع زماني ۾ الوحيد ۾ ڪم ڪرڻ يعني سڌو سنئون جيل وڃڻ جي برابر هو. پر هن آزادي جي متوالي الوحيد جي ادارت سنڀاليندي جدوجهد جاري رکي. ادارت سان گڏوگڏ مولانا ان وقت ’جميعت العلماءِ سنڌ‘، جي فڪر کي بہ فروغ ڏنو.

تنظيمي ڪم ڪندي الوحيد اخبار کي جاري رکيائين. انگريزن جي هر چال خلاف لکندو رهيو. جميعت العلماءِ سنڌ جي سيڪريٽري جي حيثيت ۾ دهلي، آگره لکنو، بمبئي، ڪلڪتہ، لاهور، امرتسر، ديوبند ۽ ٻين شهرن جا ڪيترا دفعا دورا ڪيائين. ۽ اتي ٿيندڙ ڪانگريس، خلافت، ۽ جميعت طرفان ٿيندڙ جلسن ۾ پڻ ڀرپور شرڪت ڪيائين.

بمبئي کان سنڌ جي علحدگي ۾ مولانا دين محمد وفائي اهم

ڪردار ادا ڪيو. مولانا ’شڌي تحريڪ‘ (جيڪا آرين طرفان هلائي وئي) ۾ بہ اهم ڪردار ادا ڪيو.

۱۹۲۴ع ۾ شڌي سنگھٽن جي هلچل ۾ آريہ سماج طرفان متحده هندستان ۾ چالو ٿي. انهي وقت خلافت تحريڪ ڪمزور ٿي وئي. مولانا وفائي ’انجمن نو مسلمانان سنڌ‘ پاران سنجوڳي شيخن ۾ اسلامي تبليغ جي ڪم لاءِ مقرر ڪيو ويو. ان انجمن طرفان شيخ عبدالمجيد سنڌي سان گڏ سڄي سنڌ جا دورا ڪيا ۽ تقريرون ڪيون ۽ پنهنجي ٺوس ۽ مضبوط دليلن سان شڌي تحريڪ کي ناڪام بنايو. ٻين شهرن سان گڏ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رتوديرو، لاڙڪاڻي، قمبر، شهدادڪوٽ، واره، نصير آباد، باڊه ۾ تبليغ ذريعي هزارين سنجوڳي شيخن کي مسلمان بنايو.

مولانا وفائي پهريائين ڪانگريس جي پليٽ فارم تان انگريز سامراج خلاف جدوجهد ڪئي، هندگير جلسن ۾ پڻ شرڪت ڪئي. مولانا وفائي سنڌ جي ماڻهن جي مختلف طريقن سان سياسي تربيت ڪئي. ۽ جميعت الطلباءَ جي سرپرستي ڪري سنڌ جي شاگردن جي رهنمائي پڻ ڪئي. سندس مٺارام هاسٽل ۾ ڪيل ڪچهريون شاگردن کي اڄ بہ ياد آهن. شاهہ ولي الله جي فلسفي ۽ مولانا عبيدالله سنڌي جي ڏنل واٽ تي عمل ڪندي، سنڌ ۾ ڪافي سياسي شعور بيدار ڪيو.

مولانا صاحب سدائين توڪل تي گذاريو. عملي طور تحريڪن ۾ حصو ورتائين، پر ڪڏهن به ڪنهن جاگيردار، وڏيري يا سرمائيدار وٽ چندي ڪاڻ نه ويو. حالانڪ مختلف ڏکين مرحلن ۾ ڪيس ڪيترين ئي آچون مليون، پر سيني کي ٺڪرائي ڇڏيائين، 'الوحيد' 'توحيد' يا ٻين رسالن کي قوم جي همدردن، هڏڏوکين ۽ ميمبرن جي چندي ءِسان هلايائين. جڏهن به پئسن جي تنگي ٿيندي هئس ته ميمبرن تي زور رکي پئسي جو پورائو ڪندو هو. ڪڏهن به پيسن ڪٺي ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪيائين ۽ نه ئي آسودي ٿيڻ جو نه سوچيائين.

اهوئي سبب آهي جو سندس زندگي هڪ حقيقي جفاڪش ۽ انقلابي جي رهي. مولانا وفائي ڪافي دفعا جدوجهد دوران جيل به ڪاٽيو.

پر ڪڏهن ڏاڍ آڏو آڻ نه ميڇيائين.

آخر هي علم جو ڏيئڙو ١٠ اپريل ١٩٥٠ع ۾ اگارو تي اجهامي ويو.

# سنڌ جا سپوت

١. شاھ عبداللطيف ڀٽائي
٢. سچل سرمست
٣. شاھ عنايت شهيد
۴. مرزا قليچ بيگ
۵. جنرل هوش محمد شيدي
٦. دولھ دريا خان
٧. مخدوم بلاول
٨. حيدر بخش جتوئي
٩. مولانا عبيدالله سنڌي
١٠. دين محمد وفائي
١١. علامہ آءِ- آءِ- قاضي
١٢. قائد اعظم محمد علي جناح
١٣. علامہ عمر بن محمد دائود پوٽو
١۴. پير حسام الدين شاھ راشدي
١۵. ذوالفقار علي ڀٽو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماٺِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن کو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن کـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَکَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ کا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان کو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن کو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو کو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ڌوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)